

# احسن الاخلاق



ش ش ١٥

مصنف

حافظ محمد ( امين )

قيمت ٠-٦-٠

---

سول ايجنٽ :- مولچند وشنداس بڪسيلر
شاهي بازار حيدرآباد سنڌ.



# احسن الاخلاق

مئٽريڪيوليشن امتحان ١٩٣٧ واسطي

منظور ٿيل





مصنف

## حافظ محمد (احسن)

هيڊ ماستر محمدن سڪول ملڪاڻي- دادو



دفعو اول ] قيمت ٠-٦-٠ [ جلد ٢٠٠٠



دولتچند وشنداس
سنڌ بڪ ڊيپو
شاهي بازار حيدرآباد سنڌ

# ڏاتا !

رک ستر منهنجو سائين، ستار تنهنجو نالو
کر بخش سڀ خطائون، غفار تنهنجو نالو
احسن جون پوريون آسون کر لطف ساڻ موليٰ
ڏي ڏان مونکي ڏاتا، ڏاتار تنهنجو نالو

احسن



# ديباچو

سيڪنڊري سڪولن جي ٽئين درجن ۾ شاگردن کي جيڪي سنڌي شعر جا ڪتاب درسي طور پاڙهيا وڃن ٿا، تن ۾ جدا جدا شاعرن جي شعر جا انتخاب درج ڪيل آهن جي اڪثر پيچيده عبارت وارا، عاشقانہ غزل، ڪافيون، معرفت ۽ گيان جي باريڪ مسئلن جا شعر آهن، مگر حال چال جي مدنظر تي رٿا ڪيل ڪانہ آهي.

زمانو انقلاب پسند آهي، هرڪنهن ڳالهہ ۾ تبديل ٿي وئي آهي انهي ڪري مون هي ڪتاب نئين طرح تي لکيو آهي جنهن ۾ نونهالن جي اخلاقن سڌارڻ، منجهن انساه ۽ امنگ پيدا ڪرڻ جو ذخيرو موجود آهي.

هن ڪتاب جا سڀ شعر علم عروض جي قانون موجب تيار ڪيل آهن. هرهڪ شعر جي منڍ ۾ وزن بہ لکيو ويو آهي جنهن ڪري شاگردن کي تقطيع ڪرڻ جو طريقو بہ آساني سان سمجهہ ۾ اچي ويندو. هن ۾ هرطرح جا شعر درج ڪيا ويا آهن:-

مثلاً- غزل، مثنوي، مسدس، مخمس، مربع، مستزاد، مثمن، وغيره وغيره-

اميد تہ آئينده ٻيا صاحب بہ هن نموني جي ڪوشش ڪندا جنهن ۾ شاگردن جو فائدو آهي ۽ ديس جو ڀلو-

ملڪاڻي — دادو

حافظ محمد (احسن) ٢٢- جولاء ١٩٣٥ع



# فهرست مضامين


| مضمون | صفحو |
|---|---|
| **باب پهريون** | |
| ثنائي حق تعاليٰ | ١ |
| علم جي اون | ١ |
| قوت بازو جي ڪمائي | ٣ |
| دولت قناعت | ۴ |
| گداگري بي سري | ۵ |
| چرخو چوڙيو | ٦ |
| سوديشي سينگار | ٧ |
| پورهيت جي پاليسي | ٨ |
| مردانگي موچاري | ٩ |
| اتفاق | ١٠ |
| تندرستي هزار نعمت | ١١ |
| ڪاميابي ڪامراني | ١٢ |
| قرباني لاثاني | ١٢ |
| ڪوشش | ١۴ |
| **باب ٻيو** | |
| ڌرتيءَ جي قدرت | ١۴ |
| بهار جي موسم | ١٦ |
| گرمي گرمي | ١٨ |
| خزان جي مند | ٢٠ |
| سردي سردي | ٢١ |
| صبح جو باغ جو سير | ٢٢ |
| شام جي شام | ٢۴ |
| برسات باران | ٢۵ |
| سير و سفر جو مزو | ٢٦ |
| سنڌ سونهاري | ٢٧ |
| ڀارت ڀلارو | ٢٨ |
| معصوم شاه جو منارو | ٣٠ |
| **باب ٽيون** | |
| زمانه جو دور | ٣١ |
| چار ڏينهن چٽڪو | ٣٢ |
| نوڪري ۽ هنر | ٣٣ |
| بيدار ٿي بيدار ٿي | ٣۴ |
| واپار سدا بهار | ٣۵ |
| زناني تعليم | ٣٧ |
| فرزند صالح | ٣٨ |
| احسن اخلاق | ٣٩ |
| گهڙيال جي نصيحت | ۴٠ |
| معنيٰ ۽ شرح | ۴١-۵٠ |

# احسن الاخلاق

## باب پهريون

### ثناءِ حق تعاليٰ (غزل)

وزن - فاعلاتن فاعلاتن فاعلاتن فاعلن

ذات اطهر آ خدائي - ڪر سدا انجي ثنا،
بي مثل، بيچون جائي - ڪر سدا انجي ثنا.

مالڪِ ارض و سما چؤ بلڪ ۾ پروردگار،
جنهن سڀئي قدرت بنائي - ڪر سدا انجي ثنا.

رزق رازق تو رسائي هر ڪنهين کي رحم سان،
صبح ساجهر ڏئي سُهائي - ڪر سدا انجي ثنا.

باد شاهن جو هو آهي بادشہ - خود مختيار،
سڀ سندس در جا گدائي - ڪر سدا انجي ثنا.

جنهن ڪيا پيدا جبل، ڏونگر، ٽڪر ۽ بحر و بر،
ڏس تون واحد جي وڏائي - ڪر سدا انجي ثنا.

ڏس فلڪ کي فڪر سان سج، چنڊ، تارا ۽ ڪتيون،
هي سنديس جلوه نمائي - ڪر سدا انجي ثنا.

ڪجهہ قلم کي ناه طاقت، جو لکي احسن بيان،
ڪر پيو "هوُ هوُ" جي وائي - ڪر سدا انجي ثنا.

### علم جي اون (مخمس)

وزن - مفعول فاعلاتن مفعول فاعلاتن

۱. اوجِ فلڪ تي آئي تو علم اي جوانو،
تني علم جي وسيلي پيدا تو آب ودانو،

دنيا ۾ علم جهڙو ڪونهي ٻيو خزانو،
جنهن جاءِ تي ڪري ٿو وڃي علم آشيانو،
ويرانه مان ٿئي بستي، آباد ٿئي سو خانو.
۲. تو علم آدمي کي فائق سدا بنائي،
تعظيم ۽ ادب جو لائق سدا بنائي،
حڪمت ۽ فنّ جو تو شائق سدا بنائي،
هر قول ۽ سخن ۾ صادق سدا بنائي،
دولت سان علم جي، ڪو مت ناهه دريگانو.
۳. علم آدمي جا بيشڪ مشڪل سڀئي اتاري،
غمگين ۽ غمزدن جا، غم ۽ الم وساري،
گمراهه آدمي کي رستو سڌو ڏيکاري،
چاڙهي تو علم جڳ ۾ هر شاهه کان وڌاري،
ظاهر ڪٿي انهي وٽ هوندو نه پئسو آنو.
۴. تو علم، مرده جانيون دائم جياري جڳ ۾،
اعزاز جو بشر کي منصب ڏياري جڳ ۾،
ماڻهوءَ تي فرض جي ٿيا سي تو سيکاري جڳ ۾،
گمنام کي ڪري تو مشهور ساري جڳ ۾،
تو قوم ناتوان کي هڪدم ڪري توانو.
۵. گذريا جي اڳ ۾ تي فاضل، عاقل، وڏا اڪابر،
عالم ۽ فيض وارا، احسن گهڻو نشان بر،
بس، علم جي ئي باعث تنجو هو شان برتر،
سارو جهان تن جو اڄ تائين ٿيو ثناگر،
حسرت! ويو گذر تي سو علم جو زمانو.

## قوتِ بازو جي ڪمائي (غزل)

### وزن- مفعول مفاعيل مفاعيل

هڪ شخص هو حاتم کي چيو، "حاتم طائي،
هي ڳالهه ٻڌائج تون ڪري مون تي ڀلائي.
هر ملڪ ۾ چرچو ته سندءِ جود ڪرم جو،
هر ڪوئي بشر آهه هميشه تنهن جو ثنائي.
تو جهڙو ڪو دنيا ۾ جوان مرد نه آهي،
مدت کان مچيندي تي اچي اُنکي خدائي.
انسان جي همدردي، سندءِ دل ۾ جا موجود،
سچ آهه نه ڪنهن ٻئي ۾ اها ڏسجي تي جائي.
ڇا؟ اهڙو به انسان ڏٺو تو ڪو- جنهينکي،
حاصل تي ڪنهين ريت نه توکان به وڏائي."
حاتم، پوچيو "دوست، زماني ۾ خداوند،
هر وجه جي مخلوق نه حڪمت سان بنائي.
دنيا ۾ گهٽيئي نه جوان مرد به آهن،"
هڪ پنهنجي انهي پوءِ نه روداد ٻڌائي.
".هڪ ڏينهن مون عربن جي ڪئي هئي نه ضيافت
گهر منهنجي ۾ گڏ خلق اچي تي نه خدائي.
ناگاه ڪنهين ڪم سان مان جهنگل ۾ ويس چو،
هڪ پوڙهو، جو ڪانير هو، جنهين شڪل پسائي.
هر روز ڪندو ڪانيون جهنگل مان هو پوڙهو،
محنت ۾ انهيءَ جي نه سڄي زندگي آئي.

هن کي پوء چيو مون تہ اڙي پير جفاکش،
مهماني حاتم جي خبر توکي نہ ڪا ئي؟
وچ اُن کان مدد گُهر، جو اُهو مرد سخي آهي،
ڏيندو انهي تڪليف کان توکي هو رهائي."
"پوڙهي هي ٻڌي منهنجي حقيقت جاسموري،
بس، مونکي چيائين تہ ٻڌج منهنجا اي ڀائي"
"احسان سو حاتم جو کڻي پنهنجي ڇو سر تي؟
ڪائي جو سگهي قوّت بازو جي ڪمائي."
"بهتر تي سخاوت کان سعدم، اُن جي قناعت،
**احسن** آ اُهو مونکان، سندس مان تہ فدائي."

## دولتِ قناعت (غزل)

وزن - فعولن فعولن فعولن فعولن

جهان ۾ چڱي چال، چلگت قناعت،
وڌائي تي دنيا ۾ عزت قناعت.
قناعت، بشر جون تي گهرجون گهٽائي،
نہ غربت جي آڻي تي نوبت قناعت.
رهي تي نہ قانع کي ڪنهن شيءِ جي ڪٽتي،
ڪري پوري هن جي ضرورت قناعت.
طمع جا ڪري دل منجهان دُور ديرا،
ڪرائي تي توري مان پورت قناعت.
نئي ناهي، نت سان دکي واهپو ڪو،
رکـي سادگي سان محبت قناعت.

ڪري قرض جي مرض کان تي نہ آزاد،
وڃهي تنہن هي توري ۾ برڪت قناعت.
نهي سادگي جو تو سيکنهن کي زيور،
سدا مرد و زن لاءِ زينت قناعت.
نہ هٿ قاڙ، مفلس نہ قرضي بنائي،
کٿائي نہ هرگز تي دولت قناعت.
گذاري تو هر حال ۾ شاد قانع،
ڪڏي بوالفضولي جي عادت قناعت.
سدا سانگ، صرفي سان احسن گذارج،
نہ کر خرچ وڌ- کر ڪفايت، قناعت.

## گداگري بي سري (غزل)

وزن - مفعول فاعلات مفاعيل فاعلن ١٠٠

پکڙي اسانجي ملڪ ۾ گهر گهر گداگري،
محنت بنا جو ڏندو سو اڪثر گداگري.
واٽون گداگري جون گهڻيون ٿي تيون هنير،
پر هر طرح جي آهہ نہ ابتر گداگري،
ڏندا، تلها، متارا بہ هاٿي پنن پيا،
سمجهيو انهن بہ ڏندو هي بهتر گداگري.
ڏندا جهان ۾ زر جي ڪمائڻ جا بيشمار،
ليڪن سين کان ڏندو نہ بدتر گداگري.
آسان ڪم هي جاڻي تا ڪن بيشمار اڄ،
پير و جوان، زالون ۽ ڇوڪر گداگري.

رسوا، ذليل جڳ ۾ نه پينو مثال ڪو،
عزت وڃائي ۽ ڪري ڪمتر گداگري.
عادت هي بڇڙي آهه جنهين کي پئي - اهو،
هرگز ڇڏيندو ڪينڪي ڪنهن پر گداگري.
هٿ سان ڪمائي کائي جو **احسن** سو عاقل آهه،
نادان سو جو تو ڪري در در گداگري.

## چرخو چوريو (غزل)

وزن - مفاعيلن مفاعيلن مفاعيلن مفاعيلن

اسانجو ديس تڏهن سائو، تڏهن چالو اگر چرخو.
علاج مفلسي آهي، بلاشڪ خوبتر چرخو.
نه خالي گهر اڳي چرخي کان هو هندو ۽ مسلم جو،
مگر افسوس يارت ۾ نه رائج ڪٿ هنير چرخو.
ڏنو بعثِ پيغمبر هي سبق دنيا سڄي کي هو،
ڪتيندي هئي خوشي سان دخترِ خيرالبشر چرخو.
نه مفلس جي رڳو گهر ۾ ڪتڻ جي ڪار تيندي هئي،
مگر سائي جي گهر ۾ تي وهيو شام و سحر چرخو.
تڏهن تو عار چرخي کان اسان کي هاءِ! اڄ ڪلهه پر،
اڳوڻي وقت ۾ آيو تڏهن هر گهر ۾ نظر چرخو.
ڪتي ڪپڙا ڪندا پنهنجا ها، تيندو خرچ هو تورو،
تڏهن تو خرچ بنجوڻو جو تي ويو اڄ گذر چرخو،
نه اڄتائين ڪا بندش آهه چرخي کان حڪومت جي،
هلائڻ اڄ وري گهر جي اسان کي بي خطر چرخو.

رياضت آهه ۽ ورزش ۽ شب خيزي جو گڻ هن ۾،
نه ڪا تڪليف چرخي ۾، هي آهي بي ضرر چرخو.
ڪفايت ۽ قناعت، سادگي جو هي ذريعو آهه،
هزارن مشڪلاتن ۾ ته احسن ڪارگر چرخو.

## سوديشي سينگار (غزل)

وزن - مفاعيلن مفاعيلن مفاعيلن مفاعيلن

ترقيءَ وطن پنهنجي جو وه! آثار سوديشي،
وطن وارن کي هر هڪ شي آهي درڪار سوديشي.
وڃڻ پرديس جي چيزن سان مفلس ملڪ پنهنجو ٿئي،
بلاشڪ ديش واسين واسطي سينگار سوديشي.
سکيا، ساوا، ستابا ها اسانجا ديشواسي اڳي،
هئو هر شيءِ جي ڪم آڻڻ جو بس وهنوار سوديشي.
ٿيڻ پرديس جو محتاج هر شيءِ ۾ مناسب ناهه،
مگر همت سان هر هڪ شيءِ ڪجي تيار سوديشي.
پرائو پٽ، گٿي پنهنجي سان هرگز ڪين مٽ ٿيندو،
هيءَ جوڙي، بو سکي کان بي چڱي صد بار سوديشي.
هنر برباد سڀ ٿي ويا ته بي قدري اسانجي کان، ١٥٠
اسانجي بي خيالي کان ويو وڃار سوديشي.
عجب ڍاڪا جي ململ، ريشمي ڪپڙو بنارس جو،
عجب ڪشمير جون شالون، هئون اظهار سوديشي.
ڪتا، لوئون ۽ غاليچا، لنگيون ۽ کيس ۽ ابرڪ،
جنڊي، ڪاشي ۽ سامان پيتلي نروار سوديشي.

Aakash Asswani (12)

تني، بوبڪ، لصرپور ۾ اچا موجود آڏاٽا،
وچي هالن ۾ ڪر د بدار، ڏس هڪوار سوديشي،
وڏائڻ گهرجي هنرن، ڪارخانن ديس وارن کي،
ڪرڻ لازم آهيو احسن وري واپار سوديشي.

## پورهيت جي پاليسي (مسدس)

وزن- مفعول فاعلاتن مفعول فاعلاتن

١. تڪليفون، ڏک سهي تو سر تي هزار پورهيت،
پورهئي جي لاءِ آهي هردم تيار پورهيت،
آرام ڪونہ سنيري ليل ونهار پورهيت،
سادي گذر تي شاڪر وه! بردبار پورهيت،
تو جهوپڙيءَ ۾ گهاري، بک، ڏک ۾ تو گذاري،
بيڪار ڪين ويهي، اونهاري ۽ سياري.

٢. ڏونگر، جبل جو ڏاري:- سو بي غريب پورهيت،
پوکن کي پاڻي پياري:- سو بي غريب پورهيت،
کورن ۾ باه ٻاري:- سو بي غريب پورهيت،
ڪاٺيون ڪٽي گذاري:- سو بي غريب پورهيت،
پنهن جو پگهر وهائي، جڳ جو تو ڪم بنائي،
صرفي ۽ سانگ جو تو جڳ کي سبق پڙهائي.

٣. پورهيت جو حال ڏس تان ليڙون لٽا لڳن تي،
ڪاڏو تمام ساد و راضي بکن، ڏکن تي،
سر هينان سر وهاڻو سمهڻو مٽي، ککن تي،
ڪم ۾ اوراهي بوجها ڪٽي ڪلهن تي،

هر حال ۾ هو راضي ناهي سعديس شڪايت،
جيڪي وٽس نه آهي انجي نه ڪا ضرورت.
۴. پورهيت ڪي ڪو نه پنهنجي خوبين جو خيال آهي،
مشغول پنهنجي ڪم ۾ خوش با عيال آهي،
خوش رو ۽ خوش طبيعت ۽ خوش خصال آهي،
هر ڪارنامون ان جو **احسن** مثال آهي،
عشرت ۽ عيش کان ٻي بيزار آهه پورهيت،
محنت ڪري سدا ته نه نادار آهه پورهيت.

## مردانگي ۽ اوچاري (مسدس)

وزن- فاعلاتن فاعلاتن فاعلاتن فاعلن

١. بد خبر توکي بڌايان آهه ڇا مردانگي،
همت دل کي چون ٿا واه وا مردانگي،
وقت مشڪل ۾ اچي ڪم ٿي اِها مردانگي،
ڪاميابي جي ڪليد آهي سدا مردانگي،
مرد کي مردانگي، آفت جي ٽارڻ لئي هٿيار،
پيش هر آفت جي ٻيهڻ لئي ڪري ٿي هي تيار.
٢. بزدلي ۽ ڪاهلي، سستي ڪڍي ٿي دل منجهان،
مرد ميدان ٿي بنائي ۽ قوي، چوڏو جوان،
۽ صف اعدا جي آڏو ٿي ڪري شير ژيان،
تا چون مردانگي واري کي بلڪل پهلوان،
ٿي ٿئي مردانگي ۾ استقامت دل سندي،
پختگي، همت ۽ مظبوطي ۽ طاقت دل سندي.

٣. بي خطر سچ سچ چوڻ، هي بي آهي مردانگي،
صبر سان ڏک سر سهڻ، هي بي آهي مردانگي،
آفتن کي منهن ڏيڻ، هي بي آهي مردانگي،
دل، زبان قابو رکڻ، هي بي آهي مردانگي،
پاڻ تي ڀاڙڻ جو گڻ سيکاري ٿي مردانگي،
پاڻ روکڻ بي آهي بيشڪ سچي مردانگي.

٤. دين تان قربان ٿيڻ، آهي سچي مردانگي،
ملڪ جي خاطر لڙڻ، آهي سچي مردانگي،
قومي خادم ٿي رهڻ، آهي سچي مردانگي،
ٿي سچو سورهيه مرڻ، آهي سچي مردانگي،
هر بشر لئي زيور مردانگي سينگار آهه،
جوهر همت جو هي آثار وڏا اظهار آهه.

٥. بي دپائي ساڻ مشڪل ۾ گهڙڻ مردانگي،
بي ريائي ساڻ دنيا ۾ هلڻ مردانگي،
هر نا اميدي جو دل مان ڪيڏڻ مردانگي،
۽ اورچائي سان **احسن** ڪم ڪرڻ مردانگي،
همت مردان ته پوءِ مدد خدا، آهي يقين،
ڪوشش انسان گهرجي ٿي، مگر مولى معين.

## اتفاق (غزل)

وزن - فاعلاتن فاعلاتن فاعلاتن فاعلن

نا گهڙن دل ساڻ مردان دلاور اتفاق،
آهه جاه و دولت و اقبال جو گهر اتفاق.

هڪ نگاه لطف سان مس ڪي ڪري زر اتفاق، ٢٠٠
سنگ ڪيءِ هڪدم بنائي لعل و گوهر اتفاق.
تي وڃن بي اتفاقي ساڻ تا گهر ڪيئي ناس،
ليڪ بگڙيل گهر بڻائي تو تـــ اڪثر اتفاق.
سلطنت آ هن جي هڪ ادنيٰ ڪنيز و خادم،
سرور تاج و نگين جو پڻ تــــ سرور اتفاق.
سا بري شي ڪهڙي؟ جنهن ڪان ڪينڪي بد تر نفاق،
آهه بهتر ڪهڙي شي؟ جنهن ڪان نہ بهتر اتفاق.
شال تئي دنيا منجهان بي اتفاقي دور دور،
شل ڏسان **احسن** هميشہ عام گهر گهر اتفاق.

## تندرستي هزار نعمت ( مثنوي )

وزن — فاعلاتن فاعلاتن فاعلن

تندرستي کي املهہ نعمت چون،
مت نہ تنهن سان ڪا بہ پڻ دولت چون.
گرچہ هوندي دولت و زر بي شمار
تندرستي ڪان سوا سڀ ناگوار.
عزءِ اقبال ايندو ڪهڙي ڪم،
جي، ڪو بيماري جو هوندو دل تي غم.
تو وٽي هرگز نہ ڪجهہ بيمار کي،
ڇا ڪندو هو هارءِ سينگار کي.
تندرستي جهڙي ناهي ڪا خوشي،
ءِ اگهائي جهڙي ناهي ڪا غمي.

تندرستي ۽ ٽڪي هر ڪار ٽي،
۽ اڳهائي بس ڪري لاچار ٽي.
قدر صحت جو پڇج بيمار کان،
يا ته پڇ ڪنهن لا دوا لاچار کان.
ياد ڪر جي تندرستي جا اصول،
قاعدا ڪر تندرستي جا قبول.
رک تون اهڙي بي بها نعمت جو خيال،
ڪر بدن جي هر طرح **احسن** سنڀال.

## **ڪاميابي ڪامراني** ( مثمن )

وزن — مفعول فاعلاتن مفعول فاعلاتن

هر آدمي کي آهي درڪار ڪاميابي،
شوڪت ۽ شان جو بي اوزار ڪاميابي،
هر ملڪ، قوم جو بي سينگار ڪاميابي،
نالو ڪري جهان ۾ نروار ڪاميابي،
ڪوشش اڳيان نه آهي دشوار ڪاميابي،
پر سست کان رهي ٿي بيزار ڪاميابي،
مسرور دل ڪري ٿي صدبار ڪاميابي،
مقصود سڀ جو **احسن** هر ڪار ڪاميابي.

## **قرباني لاثاني** ( مربع )

وزن — مفاعيلن مفاعيلن مفاعيلن مفاعيلن

١. ٿيو هر دين ۽ مذهب سندو فرمان قرباني،
وطن جي حب جو آهي وڏو نيشان قرباني،

وڏائي تي بشر جو عز، عظمت، شان قرباني،
آهي همت، صداقت، جذبۂ ايمان قرباني.

۲. جهان ساري جو قرباني مٿي دارو مدار آهي،
۽ هرهڪ ذره هڪٻئي جي مٿان چڙ جان نثار آهي،
نه قرباني جي اُپ، ڌرتي ڪي نت تات ۽ تنوار آهي،
جهان ۾ آهه ظاهر زينت انسان قرباني.

۳. ملي آهي نه قرباني ڪنا پرواني کي شهرت،
جلڻ سان شمع روشن ٿي ڪڍي هر جاء مان ظلمت،
ٿئي داڻو جڏهن قربان، سلي، سنگ جي وٺي صورت،
ٿئي مشهور عالم ۾ ٿئي ذي شان قرباني.

۴. مري ٿئي ڪيميا، پارو، گسي ياقوت قوت ٿئي،
جڏهن تو پيسجي سرمون اکين جي زيب و زينت ٿئي،
گسي شمشير چمڪا ڏئي، ڪمند پيڙڻ سان ڳڙ پت ٿئي، ۲۵۰
ترقيء وطن ۽ قوم جو درمان قرباني.

۵. قلم سر جي ڪپائڻ بعد جڳ کي فيض پهچائي،
تراشي بعد هيرو، لعل جڳ ۾ مان تو پائي،
تو بنجي عطر عمدو ٿئي جڏهن گل پاڻ پيڙائي،
دلاور، مرد مانجهي واسطي آسان قرباني.

۶. وطن تان، دين تان ۽ قوم تان قربان ٿيڻ گهرجي،
متاع و مال دنيا ۽ زر و زيور ڏيڻ گهرجي،
زبان سان، چشم سان، همت سان به قرباني ڪرڻ گهرجي،
ڪري ٿي احسن اطوار کي شادان قرباني.

## ڪوشش (غزل)

وزن — مفعول فاعلات مفاعيل فاعلن

ڪوشش اسان کي وات وٺائي جهان ۾،
ڪوشش الم ۽ غم کان رکي ٿي امان ۾.
ڪوشش ئي علم و فضل سان ٿي بهره ور ڪري،
ڪوشش عجيب چيز ٿي ڪون و مڪان ۾.
ڪوشش زمين مان ٿي ڪري پيدا سڀ اناج،
ڪوشش ئي بس ڏاوهي مزو آب نان ۾.
ڪوشش ئي بحر مان ٿي ڪڍي در بي مثال،
ڪوشش سان گل ٿين ٿا عجب گلستان ۾.
ڪوشش رسائي درجه مٿاهين تي ٿي سدا،
ڪوشش ئي ڇا منجهان ٿي ڪري ڇا هڪ آن ۾.
ڪوشش سان ڪم ٿين ٿا زمانې جا سڀ تمام، ۳۰۰
ڪوشش سان ئي وڏي ٿو بشر شان مان ۾.
ڪوشش کي ڇڏ نه ڇاڻ تون **احسن** ڪنهين طرح،
ڪوشش ڪري سو ڪم جو نه وهم و گمان ۾.



## باب ڇهون

### ڏاڍي جي قدرت (مسدس)

وزن — مفاعيلن مفاعيلن مفاعيلن مفاعيلن

۱. ڇيون تورا ڏاڍي تنهنجا ڪيون تنهنجي ثنا خواني،
ڪيو مخلوق ساري ۾ وڏو درجو تو انساني،

سڀني جڳ تي سدائين تنهنجي آهي خاص احساني ،
تماشا گاهه عالم ۾ نظارا نور نوراني ،
لڳن تاريءَ تي تنهنجي ٿا مرون، ماڻهو، پکي، حيوان،
هميشه ٻاجهه تنهنجي جا وسن جڳ تي ڪڪر باران.

٢. هجي هندو، مسلمان ۽ يهودي، گبر ۽ ترسا،
نظر تنهنجي رهي هر ڪنهن تي هڪ جهڙي تي اي داتا،
گلن ۾ تنهنجي لالائي، ستارن ۾ سدا سوڀيا،
تون حاضر ناظر آهين. تنهنجو جلوو هر طرف، هر جا،
سدا درڪار آهي تنهن جي ئي مهر و عنايت جي،
نه پروا توکي ڪنهن جي بي رياضت جي عبادت جي.

٣. ڪيو "ڪن" سان پيدا تو زمين و آسمان آهي،
۽ هر شي جان ۽ بيجان جيڪا در جهان آهي،
زمين کان تا فلڪ جيڪي ۽ پنهان يا عيان آهي،
اهو ڪل قدرت حق جو بلي! ڪامل نشان آهي،
وٺي جيڪي ڪرين سو تو تون مالڪ مختيار آهين،
تون جڳ پال ۽ جڳت جو والي ۽ پروردگار آهين.

٤. خدا توکي سڏين ڪي ٿا، پڪارين ڪي وري ڀڳوان،
چون ڪي گاڊ ٿا توکي ۽ ڪونين ڪي پيا رحمان،
چون پرماتما ۽ رام، پريو ڪي چون سبحان،
جو منڪر تنهنجي هستي جو اهو گمراهه ۽ نادان،
تون ستار آهين، غفار آهين پنهنجي مهر ڪر مولي،
سڀني جڳ تي ۽ احسن تي نظر شفقت جي ڌر مولي.

## بهار جي موسم (غزل)

وزن — مفعول فاعلات مفاعيل فاعلن

ظاهر عجيب رنگ ٿين ٿا بهار ۾،
جهنگن ۾ خوب گاهه ڦٽن ٿا بهار ۾.
رابيل ۽ گلاب، ڪتڪهار، موتيو،
سوسن، سمن، عقيق ڦٽن ٿا بهار ۾.
نرگس ۽ زعفران ۽ عباسي ۽ ڪيتڪي،
لالا، شبو، رتن به ڪڙن ٿا بهار ۾.
چادر پٽن تي سبز وڇايل نظر اچي،
موتين جا داڻا تن تي پون ٿا بهار ۾.
جيڪي خزان جي واءَ سبب وڻ سڙي ويا،
سرسبز ٿي وري سي لڏن ٿا بهار ۾.
تدڙي لڳي ٿي هير، نه گرمي جو ڪو اثر،
فرحت فزا ته واءَ لڳن ٿا بهار ۾.
وڻ گونچڙا ڪڍي ۽ جهلي ٻور ٿا لڏن،
وڻ ٽڻ ڦرن، ڦلن ٿا، وڌن ٿا بهار ۾.
بلبل به ڏس ته باغ ۾ لاتيون لنوي پئي،
چيها، چتون خوشي مان ٽپن ٿا بهار ۾.
ٻوليون پکي عجيب ٻڌائن خوشي مان جهان،
"چون چون" ۽ "هو هو" لات لنون ٿا بهار ۾.
ماڻي سنديون مکيون به چٽن ماڪ ٻور تان،
گل تي هزارين ڀئونر ڀرن ٿا بهار ۾.

آمد بهار جي سان بهاري گهٽي ٿئي،
دل تان غمن جا بار لهن ٿا بهار ۾.
خوشبو گلن جي خوب معطر ڪري دماغ،
فرحت دلين کي باغ ڏين ٿا بهار ۾.
هر جيت، جانور ۽ مرون، مرغ خوش رهن،
انسان پڻ خوشي مان گهمن ٿا بهار ۾.
دلڪش عجيب واه! نظارا عجب ڏسي،
شاعر جي دل جا جذبا وڌن ٿا بهار ۾.
معدن سين ۾ مند ٿي احسن بهار جي،
سڀ جيو شاد شاد رهن ٿا بهار ۾.

# گرمي گرمي (مثنوي)

وزن — مفاعيلن مفاعيلن فعولن

بهاري بعد اونهارو اچي ٿو،
زمين تي باهه جو ڪورو مچي ٿو.
لڳن مي ۾ لڪون جهولا ۽ طوفان،
تين طوفان ۾ ڏاڍا ٿا نقصان.
تپش سج جي کان ڌرتي پڻ تپي ٿي
هوا آتش پري بلڪل لڳي ٿي.
سڄو ڏينهن تاب سج پنهنجو ڀسائي،
تپي هر چيز تابش تي مچائي.
وڃن ڪومائجي وڻ ٽڻ ۽ ٻوٽا،
لڳن ٿا باهه جهڙا واءُ جهوٽا.
پيو سورج کان هرڪو منهن لڪائي،
۽ ٿڌڙي ڇانو هرڪو پيو پچائي.
وڃي ڌرتي سڪي ساري تڪرتي،
ٿئي گرمي وري ويتر ڪثرتي.
ڪري گرمي ڇڏي پنهنجي پڄاڻي،
ڪپي ٿا دل ۽ شربت، سرد پاڻي.
هجي صندل جو شربت، سوڍا واٽر
هجي ڪو بيد مشڪ ۽ برف بهتر.

ٻکو هت ۾ جهلين جو جهولڪارو،
ڏکيو گرمي ۾ ٿئي بلڪل گذارو،
ڪري بت ڪان ٻه ٽي بيزار گرمي،
لڳي هرڪنهن کي ٿي دشوار گرمي.

ٿين انسان ۽ حيوان حيران،
ڏٺي پوءِ موڪلي ٿو ابر باران.

ڪڪر ڪارا مٿان پرجي اچن ٿا،
اچي گجگوڙ سان ٿهه ٿهه ٿمن ٿا.

وسي پوءِ مينهن ڪن ٿا عام ھوڪون،
ٿين سايون هجن جيڪي ٻه سوڪون.

سين کي پوک جي ٿي وات وائي،
ڪري شب روز ڪڙمي پيو ڪمائي.

ڪٿي موڪون ڪٿي ٻوڏيون ٿين ٿيون،
ڪٿي ناڙن تي سب ھوڪون پڄن ٿيون.

وڏا ڏينهن ۽ ٿين ننڍيون ٻه راتيون،
ٻڪي باغن ۾ ڪن لاتيون ۽ ٻاتيون.

ٿين پوڪون، ڦٽن ٿا گاهه ساوا،
مڪڻ، ڏٿ، ڪير مان ڪن عام جاوا.
جهجها ٿين انب، ليما، ناسپاتيون،
پڄي ميوات پٽي تي ڪيئي ذاتيون.

ڪري محنت پچائن پوک هاري،
جوئر، ٻاجهر، ڪپه، ڳڙ، موٺ ساري.
ڪري ساوڻ ۾ جيڪو سخت محنت.
سيارو سو گذاري ساڻ فرحت.
غـريبن لاء اونهارو تـــ بهتر،
نه ويو تو رهي هرڪوئي اڪثر.
ڏٺي هر منڊ ۾ حڪمت رڪائي،
رهج هر حال ۾ **احسن** ثنائي.

## خزان جي مدد (غزل)

وزن— فعولن فعولن فعولن فعولن

گهميل واء اڪثر لڳن تا سرء ۾،
وڻن جا سڪي پن ڇڻن تا سرء ۾.
ندين ۾ رهي تو وڃي پاڻي ٿورو،
ڪڏون، واهه، ڍنڍون سڪن تا سرء ۾.
سرء جيء پچاڙي ۾ ڪم ڏيهن تي تي،
ٿڌا تيندا اڪثر وڃن تا سرء ۾.
ڪني پاڻي، ڪچري ء پوسل تيڻ سان،
مڇر تي ته پيدا پون تــا سرء ۾.
سبب زهري مڇرن جي، گهميل هوا جي،
گهڻا موسمي تپ تين تا سرء ۾.

سرءُ جو ھيو نالو کونئين خزان تا،
ورق گل جا ٻڙندي ڪرن تا سرءُ ۾.
مدد ماڪ پوکن کي ڏاڍي ڏئي ٿي،
ڦڙا ماڪ جاجو وسن تا سرءُ ۾.
طبيعت نہ خوش ٿي رهي ھن ۾ **احسن**،
سڀئي عضوا روڳي رهن تا سرءُ ۾.

## سردي (غزل)

وزن - فاعلاتن فاعلاتن فاعلاتن فاعلن

واه وا! سردي مليل توکي آهي سر جو خطاب،
جو ستائين ٿي غريبن کي ء ڏين ڏاڍو عذاب.
ناھ جن کي پيٽ پورو، انگ اوڍڻ لئي هلاڪ،
تنهنجي آمد کان سي ويچارا اچن ۾ اضطراب.
رات جو هو جهوپڙيءَ ۾ باه ٻاري تا وهن،
ڏيههن جو تن سان مدد اُس جي ڪري ٿو آفتاب.
رات جو طولن ء سوڙين جي عوض هڪ گودڙي،
باه جي آڙ تي تا ساري شب گذارين نيم خواب.
توکي چاهن تا اُهي جنکي مليل سر جو لقب،
خان بهادر، خانصاحب، مير ء عاليجناب.
تنهنجي آمد جي ڪندا سي صدق دل سان مرحبا، ٤٠٠
جن محل، ماڙيون ء بنگلا، دولت و زر بي حساب.
جن کي ڪشميري جا ڪڙتا، گرم لويون، پوستين،
خورد نوشي لاءِ ڪافي، چاءِ، بيضا ء ڪباب.

مفلس ونادار آمد تنهنجي کان ٿين غمزده،
خير مقدم تنهنجو ڪن سي جي ٿيا دولت ماب.
شل نه ڪڏهن پيي آدمي کي ٿئي ڪو سردي جوائر،
ٿي وڃي حالت انهي جي ۾ تغير تو شتاب.
ملڪ تنهنجو يورپ آهي، جت هميشه ٿي رهين،
هڪڙو فعو هر سال ۾ هت ٿي اچين با آب و تاب.
ملڪ يورپ آهه شاهوڪار سارو، تنهنڪري،
خوش رهي موجودگي تنهنجي ۾ تو هر شيخ و شاب.
تون ۾ هڪ قدرت جو آهين ڪرشمه **احسن** يقين،
ناهين حڪمت کان تون خالي ڪيئن چوان توکي خراب.

## صبح جو باغ جو سير (مثنوي)

وزن - فعولن فعولن فعولن فعول

سويرو جو اڄ چشم منهنجي کلي،
عجب هو بهار ۽ عجب سير پيي.
خوشي جو هو وقت ۽ ٿڌي هئي هوا،
پرندا ها هر سوءِ نغمه سرا
پيو خيال دل ۾ اچي سير جو،
چمن جي طرف ڏي وهس مان هليو.
وڃي باغ ۾ مون ڏٺي جا بهار،
وڻن جي هئي هر طرف ٿي قطار.
ڪٿي هو چنبيلي، ڪٿي موتيو،
گلابي ۽ گيندو ڪٿي هو ڪليو.

سيئي خوب گل ها چمن جا ڪليل،
چمن سارو خوشبوءِ سان هو ڀريل.
ڪٿي الب، ليما ڪٿي ها انار،
ڪٿي ڊاک، انجير، ڪيلا هزار.
وڻن ۾ هزارين ٿي ميوا ڏٺا،
ڪچا ۽ پڪا ۽ ڪتا ڪي مٺا.
پٽن تي ڄمي گاهه سائو پيو،
زمين تي ڪو جڻ فرش پکڙيو پيو.
پکي پيا هزارين لنو ن لاتيون،
ٻڌائن پيا اُت سوين ٻاتيون.
گلن جي مٿان پتونر ڀيرا ڏين،
گلن جو پيا واس هر هر وٺن.
چتونءَ جي وٽي دل ڪي چا نگار آهه،
۽ بلبل جي غلغل ۾ اسرار آهه.
گهڻو دل ڪي وڻندڙ هوا تي لڳي،
خوشي خورميءَ جي تي نوبت وڳي.
ملي دل ڪي راحت انهي دم گهڻي،
عجب آهه قدرت ٻنائي ڌڻي.
ڪيان حق جي قدرت جو ڪهڙو بيان،
اِ احسن رکي ٿي ڪا طاقت زبان.

# شام جي شام (مثنوي)

وزن - فعولن فعولن فعولن فعول

ويو ڏينهن گذري آئي آ شام،
خدا جا عجب شيءِ بنائي آ شام.
نڪي شام تادن جو ليشان چا؟
وڻي ڏينهن جو لطف انسان چا؟
تين وقت آن هٽ ۽ بازار بند،
زماني جا سڀ ڪار ۽ بار بند.
ڇٽي خلق ڪمڪار کان شام جو،
هنر کان ۽ واپار کان شام جو.
مسافر ڪري ڏينهن سارو سفر،
ٽڪي شام، منزل تي ڇوڙي ڪمر.
وڻن جا نه ڪم ڪنتا پن رات ۾،
هوا کي صفا ڪين ڪن رات ۾.
اندارو، سهاري تي غالب ٿئي،
۽ هر شخص راحت جو طالب ٿئي.
تين روشن آبادين ۾ چراغ،
ٿئي سڀ کي محنت کان حاصل فراغ.
ڇڏي کيت ڪڙمي وڃي پنهن جي گهر،
ڪري گهر ۾ آرام سان شب بسر.
غريب آدمي جيڪو مزدور آه،
مشقت کان جنهنجو بدن چوُر آه.

سچو ڏيهن محنت جو ماريل اهو،
تڪل ۽ ٿڪل ۽ بڪايل اهو.
نهايت خوشي سان وڃي پنهنجي گهر،
ٻچن کي ڏسي خوش ٿئي سربسر.
ته وسري پنهنجي پرائي جو غم،
سويرو پوء اٿندو اهو تازه دم.
نه آرام سو بادشه کي نصيب،
جنهين بي غمي سان سمهي تو غريب.
هي تفريح جو وقت **احسن** مليو،
ڌڻي جي اِها مهرباني مڃيو.

## برسات باران (غزل)

وزن – فاعلاتن فاعلاتن فاعلن

ساه وارا سڀ چرند ۽ سڀ پرند،
شاد، خوش خورم ٿين برسات ۾.
ٿي ٿئي جهر جهنگ ۾ سبزيء جي بهار،
باغ جان سي ٿا ٿين برسات ۾.
بادلن جا گوڙ ۽ گڙڪا پون،
ساز ٿا گويا وڄن برسات ۾.
وڄ ڪري چمڪات سان چانڊاڻ ٿي،
چڙهه نه ٻجليون ٿيون ٻرن برسات ۾.
ڏس اڇا، ڪارا، ڪڪوريل ڪڪين ڪڪر،
ٿا وسط خاطر ڏکن برسات ۾.

پوڙهن لئي آزمودو، تعليم نوجوانن،
سير و سفر انسان کي، صدها سبق پڙهائي.
سير و سفر سوا تي تعليم جڳ اڌوري،
سير و سفر فراست ٻارن سندي وڌائي.
سير و سفر سبب، لڌين دنيا لڌي ڪولمبس،
سير و سفر ته احسن دانا ۽ تو بنائي.

## سنڌ سونهاري (مسدس)

وزن - مفعول مفاعيل مفاعيل فعولن

١. گهٽ ڪين ڪي عزت ۾ هئي سنڌ اسانجي،
وڏ شان ۽ شوڪت ۾ هئي سنڌ اسانجي،
مشهور تجارت ۾ هئي سنڌ اسانجي،
۽ ٻرڪ ۾ صنعت ۾ هئي سنڌ اسانجي،
هن ڪان نه هئي ڇڙوٽي اڳي سنڌ اسانجي،
هر حال ۾ بهتر ۽ بلي! سنڌ اسانجي.
٢. هن سنڌ سياڳي ۾ ٿيو اڪبر جو جنم هو،
ڏس شان! سڪندر به ڌريو هن ۾ قدم هو،
آسودگي، عزت ۽ گهڻو دين، ڌرم هو،
ڪنهنجو به ڪنهين تي نه ڪڏهن ظلم و ستم هو،
موهن جو دڙو، اوج قديمي تو ٻڌائي،
وه شان! تواريخي ورق ڏس لون ورائي.
٣. ڏس سنڌو ندي، سنڌ ماں تي آهه نه جاري،
تي سنڌ جي آبادي جنهين تي ٿئي ساري،

آسمان، شمش و قمر، تارا سڀئي،
پلڪ ۾ گر ٿي وڃن برسات ۾.
بوند برسائي وهائي ٿي ليون،
۽ نديون، نارا وهن برسات ۾.
گاهه، گل، ڦل، وڻ ٽڻ ۽ غنچا چمن،
تازگي بلڪل وٺن برسات ۾.
مينهن جا قطرا گلن تي ٿا وسن،
تنهن ڪري وٽندڙ چمن برسات ۾.
ملڪ مان گرمي وڃي هڪدم هلي،
سرد هيرون ٿيون لڳن برسات ۾.
ٿئي سکر احسن وڃي ڏيهون ڏڪار،
مهر مالڪ جي چون برسات ۾.

## سير و سفر جو مزو (غزل)

وزن – مفعول فاعلاتن مفعول فاعلاتن

انسان هن جهان ۾ جيڪوئي آهه عاقل،
سو سير ۽ سفر مان تو فائدا پرائي.
موتي جو قدر ٿئي تو جڏهين تو سپ مان نڪري،
ضرب المثل هي آهي، ڏس ڳالهه دل سان لائي.
ظاهر ڪي مان آهي، باطن ڪيڪو نه جاٽي، ٥٠٠
نروار ٿئي جو نڪري هر جا سو مان پائي.
هڪ جاءِ تي رهڻ مان بيزار بت ٿئي تو،
تفريح سير آهي تو فاعدا رسائي.

پوڙهن لئي آزمودو، تعليم نوجوانن،
سير و سفر انسان کي، صدها سبق پڙهائي.
سير و سفر سوا تي تعليم چڙهي اڌ وري،
سير و سفر فراست ٻارن سنديءَ وڌائي.
سير و سفر سبب، لڌين دنيا لڌي ڪولمبس،
سير و سفر تہ احسن داناءَ تو بنائي.

## سنڌ سونهاري (مسدس)

وزن - مفعول مفاعيل مفاعيل فعولن

١. گهٽ ڪين ڪي عزت ۾ هئي سنڌ اسانجي،
وڌ شان ۽ شوڪت ۾ هئي سنڌ اسانجي،
مشهور تجارت ۾ هئي سنڌ اسانجي،
۽ برڪ ۾ صنعت ۾ هئي سنڌ اسانجي،
هن ڪان تہ هئي چوٽي اڳي سنڌ اسانجي،
هر حال ۾ بهتر ۽ بلي! سنڌ اسانجي.
٢. هن سنڌ سياڳي ۾ ٽيو اڪبر جو جنم هو،
ڏس شان! سڪندر بہ ڏريو هن ۾ قدم هو،
آسودگي، عزت ۽ گهڻو دين، ڌرم هو،
ڪنهنجو بہ ڪنهين تي نہ ڪڏهن ظلم و ستم هو،
موهن جو دڙو، اوج قديمي تو ٻڌائي،
وه شان! تواريخي ورق ڏس لون ورائي.
٣. ڏس سنڌو ندي، سنڌ ماٿ تي آهہ تہ جاري،
تي سنڌ جي آبادي جنهين تي ٽئي ساري،

جونر ۽ چٽا، ٻاجهري، جوَن ڪڻڪ ۽ ساري،
مڱ، موٺ، مٽر، ولَڙ تين - سنڌ سکياري،
موجود اچا سنڌ ۾ آڏاٽا هنير ٻيءِ،
واپار ۽ ڪاريگري، ڌنڌا ۽ هنر ٻيءِ.

٤. اولهه ۾ جبل جام سنڌس ڀر ۾ ته ڪاڇو،
واري ۽ بيابان، ڀٽون ڀاسو اپرندو،
ٿئي گرم سرو، لاڙ رهي سرد سدا ئو،
آباد سدا آهه سرو لاڙ، وچولو،
موڪي ڪٿي چرخي ڪٿي سيلابي ٿئي ٿي،
برسات ٿي ٿر، ڪاڇي ۾ آبادي ٿئي ٿي.

٥- فيضي ۽ ابوالفضل هئا سنڌي ستارا،
سامي ۽ عنايت ۽ سچل، شاه سچارا،
روحل ۽ چوان بيدل و بيڪس به پيارا،
سانگي ۽ قليچ ۽ گل و قاسم به قرارا،
هي سنڌ جا ها ونر، سخن سنج سيبيءَ،
**احسن** هي چوان علم جا ها گنج سيبيءَ.

## ڀارت پيارو ( مسدس )

وزن - مفاعيلن مفاعيلن مفاعيلن مفاعيلن

١. هجي سر سبز شاداب شل گلزار ڀارت جو،
سجي دنيا ۾ آهي نام ٻيءِ نروار ڀارت جو،
پلي پت معترف آهي سچو سنسار ڀارت جو،
ڪلي دنيا سچي سان تو چڱو واپار ڀارت جو،

سڄوئي ملڪ هي زرخيز ۽ زردارڀارت جو،
تني عاشق اهو، جيڪو ڪري ديدار ڀارت جو.

۲. آهي مشهور عالم ۾ قديمي شان ڀارت جو،
سڪندر پڻ سلامي ڏيو ڏٺي وڏ مان ڀارت جو،
شهنشه سو ٿيو ٿي جو ٿيو سلطان ڀارت جو،
سڄو آباد آهي دائما بستان ڀارت جو،
هماليه جهڙو پربت دائما دربان ڀارت جو، ۵۵۰
رهي تو پاسبان هالار ۽ سلمان ڀارت جو.

پليا آغوش ڀارت جي ۾ پورس ۽ سليم، اڪبر،
هتيئي پرورش پاتي گرو نانڪ سڄي رهبر،
ڪبير، ارجن ۽ ڪرشن جهڙا پڻ ڀارت ۾ ٿيا اظهر؛
رضيه سلطان، ميران بائي جهڙيون عورتون برتر،
آهي ڀارت جي علم و فن جي دنيا سڄي قائل،
تمدن، فلسفه، تهذيب ۾ ڀارت هئو ڪامل.

۴. منجهس حڪمت، هنر افضل، سندس آب و هوا بهتر،
منجهس هر قوم ۽ هر ڌرم جا ماڻهو رهن اڪثر،
ڏسو تاج محل کي جنهنجي ناهي جاء ڀي همسر،
اسانجي ديس مان پيداش آهي ڪوهه نور اظهر،
ڦري ڀارت مان هندستان نالو تي ويو نروار،
بحيثيت وطن احسن چڱو جڳ کان چوان صد بار.

## معصوم شاھ جو منارو (مسدس)

### وزن - مفاعيلن مفاعيلن مفاعيلن مفاعيلن

١. اسانجي سنڌ ۾ موجود جهونا ڪيئي نشان آهن
لکيل لڪا تواريخن ۾ پڌرا سڀ بيان آهن،
اسانجي سنڌ سونهاري جا سي شوڪت ۽ شان آهن،
سون سالن جا آهن پر ڏسڻ ۾ جڻ نوان آهن،
اهي نيشان پڌائن ٿا قديمي سنڌ جي عظمت،
هنر، ڪاريگري اڳ هئي ۽ بهتر سنڌ جي حالت.

٢. ڏسو جي شهر سکر ۾ ته هڪ اوچو منارو آه،
نهيل ڪاريگري سان هو ٽڪر تي ڳول سارو آه،
فلڪ سان تو ڪري ڳالهيون عجب عمدو نظارو آه،
عجب بيهڪ، نزاڪت هنجي بيشڪ زيب وارو آه،
اهو معصوم شه سيد جو اعليٰ يادگار آهي،
ذرو ضايع نه ٿيو اڃا هي بلڪل پائدار آهي.

٣. نه هنکي ڪو اچا تائين اثر ٿيو ڪهن سالي جو،
سڄو اول کان آخر تائين آ مضبوط ۽ پختو،
چڙهي چوٽيءَ تي هنجي، شهر جو ڏسجي سڄو نقش،
نه قد قامت ۾ مٽ ڪا ٻي عمارت - هي گهڻو اوچو،
ڪري تو شهر ساري جي مٿان گويا نگهباني،
نه اڄ ڪلهه جو نهيل **احسن**- سون سالن جي نيشاني.



# باب ٽيون

## زماني جو دور (مخمس)

وزن- مفعول فاعلاتن مفعول فاعلاتن

١. اڄ دل تي ياد آيو ماضي سندو زمانو،
سڀ ڪجهہ ويو گذر تي باقي رهيو فسانو،
جنهن جاءِ تي هئو ڪلهہ بلبل جو آشيانو،
افسوس اڄ اتي آ ويرانہ بوم خانو،
آهي فقط اسان لئي عبرت جو تازيانو.

٢. گلزار هو جتي ڪلهہ، اُت اڄ تہ خار پيدا،
ٿيو ناس گل گلابي، رابيل، موتيو، لالا،
باد خزان جو جهوٽو جاري ويو تي هر جا،
هڪ حال تي نہ آهي هرگز هي دور دنيا،
آهي فقط اسان لئي عبرت جو تازيانو،

٣. جنهن جاءِ تي هئو ڪلهہ وه! قرب ۽ محبت،
همدردي، همرفيقي، غمخواري ۽ صداقت،
اڄ ٿيو اتي مروج، جهيڙو، فساد، ڪلفت،
بغض و حسد، پيائي، ڪينو، نفاق، نفرت،
آهي فقط اسان لئي عبرت جو تازيانو.

٤. ڪلهہ جي مٿي اگهاڙا، اڄ تاجدار آهن،
ڪلهہ جي غني ها، اڄ سي بي روزگار آهن،
ڪلهہ هئي نہ جن کي ڪوڏي، تن وٽ هزار آهن

ڪلھہ جي امير ھا، سي اڄ بي وقار آھن،
آھي فقط اسان لئي عبرت جو تازيانو.

٥. ڪلھہ ڪي بقا نہ ٿيو ۽ اڄ ڪي نہ پائداري،
ناھي خزان ھميشہ، ناھي سدا بھاري،
سڀڪنھن ڪي ٿي سفر جي شب روز انتظاري،
**احسن** وڃي جا رھندي، سا نيڪي نامداري،
آھي فقط اسان لئي عبرت جو تازيانہ.

## چار ڏينھن چٽڪو (غزل)

وزن- فاعلاتن فاعلاتن فاعلاتن فاعلن

خوش نہ رھہ اي بلبل دل، باغ بستان چار ڏينھن،
چار ڏينھن آھي خزان ۽ مند نيسان چار ڏينھن.
تخت شاھي ۽ تجمل تي نہ تون نازان ٿي،
ڏس رھيا ھا ھت سڪندر ۽ سليمان چار ڏينھن.
غم نہ ڪر ڏک تي ۽ سک تي ڪينڪي شادان ٿي،
جو تہ رھڻو آھہ ھت غمگين، شادان چار ڏينھن.
رہ روان ڪي ڪاخ ڪسريٰ جي اڏڻ جو ڇا ضرور،
جو يقين آھي تہ ھوندي قصر ايوان چار ڏينھن.
ھن جھان فاني تي **احسن** ڪين آھي اعتماد،
دور فاني جو ھي سار و ساز سامان چار ڏينھن،

## نوڪري ۽ هنر (مثنوي)

وزن - فاعلاتن فاعلاتن فاعلن

نوڪري ڪي ليچ تا ڏاها چون،
پر هنر کي تا سيئي بهتر لکن.
نوڪري ۾ آهه پا بعدي سدا،
پر هنر ۾ آهه آزادي سدا.
نوڪري ۾ خوف لت عزت سندو،
۽ هنر آهي ته گهر دولت سندو.
نوڪري ۾ زيردستي ٿي ڪجي،
۽ هنر خود مختياري تو ڏسي.
نوڪري کي ناهه دائم ڪو بقا،
پر هنر زنده رهي تو دائما.
نوڪري خانه بدوشي آ سدا،
۽ هنر يڪجا رهائي با لقا.
نوڪري گهر کان ڪڍي باهر ڪري،
پر هنر ناموس کي اظهر ڪري.
نوڪري ۾ تو ٿئي بلڪل غرور،
پر هنر هٿ کان رکي تو دور دور.
نوڪري ايمانداري سان ڪجي،
۽ هنر پڻ هوشياري سان ڪجي.
نوڪري توڙي هنر **احسن** اهو،
با صداقت، با ديانت جو ٿيو.

## واپار سدا بهار (مستزاد)

وزن - مفعول فاعلاتن مفعول فاعلاتن- مفعول فاعلاتن

١. واپار آهه وڏ ئدڙ، واپار آهه دولت،
واپار ۾ تي برڪت.
مفلس مڃهان غني ٿئي جيڪو ڪري تجارت،
واپار ۾ تي برڪت.

٢. واپار، نوڪري کان صد بار آهه بهتر،
بيشڪ ڪري تونگر،
واپار تو وڌائي عزت ۽ شان، شوڪت،
واپار ۾ تي برڪت.

٣. واپار سان ٿئي تو وه! ديس' جو سدارو،
صنعت سندو وڌارو،
واپار کي ڇڏڻ تي ڪم فهمي ۽ جهالت،
واپار ۾ تي برڪت.

٤. هر ڌرم جي ڪتابن تاڪيد هيءَ ڪيو آ،
پڌرو لکي ڇڏيو آ،
"واپار سان رکو نت الفت گهڻي محبت،"
واپار ۾ تي برڪت.

٥. آزادگي سدائين واپار ۾ تہ آهي،
پا بعدي مور نہ آهي،

واپار جي ذريعي ٿئي سير ۽ سياحت،
واپار ۾ تي برڪت.

٦. واپار سان تين ٿا مطلب سيئي تمامي،
ناهي منجهس غلامي،
واپار سان جهان ۾ حاصل ٿئي ٿي شهرت،
واپار ۾ تي برڪت.

٧. واپار ۾ گهٽا ڏس آهن نفعا نهايت،
انڪان ڪجي نہ نفرت،
واپار ۾ بلاشڪ آهي وڏي غنيمت.
واپار ۾ تي برڪت.

٨. واپار ۾ جو برڪہ آ، سو ملڪ اوج تي آ،
زردار ۽ بلي آ،
جاپان، انگلنڊ ۾ واپار جي ڇا حالت؟
واپار ۾ تي برڪت.

٩. واپار سان ٿئي تي بهبودي ۽ ترقي،
آسودگي ملي تي،
واپار آهہ **احسن** بس اوج جي علامت،
واپار ۾ تي برڪت.

# زناني تعليم (غزل)

وزن:- فاعلاتن فاعلاتن فاعلاتن فاعلن

علم مردن کي ملي زالن کيو کھڙو گناه؟
جھڙو ٿي مردن کي آھي تھڙو زالن کي بہ ساه.
راز محرم مرد جي عورت آھي ۽ غمگسار،
زال جڻ آھي وزير ۽ مرد آھي بادشاه.
مرد سان عورت رھي ٿي رنج، راحت ۾ رفيق،
جي سپہ سالار ھؤ آھي تہ ھي آھي سپاه.
مرد عورت ٿيا ٻئي، بازو بلاشڪ قوم جا،
جي ٻئي سالم تہ وڌندو قوم جو اقبال وجاه.
زال جاھل جڻ عمارت جو ڪچو بنياد ٿيو،
زال جاھل کان نہ ٿئي نيپاج توڙي گھر جو ناه.
ڏس تہ بد رسمن جو پيي بعباد آھن عورتون،
جنھنجي گھر ۾ زال جاھل، تنھنجو گھر سارو تباه.
زال جاھل، مرد عالم:- اڌ رنگي انسان مثال،
ڪونہ ڪم ڏيندو انھي کان ناھ ان ۾ اشتباه.
طفل تي گھرو اثر ٿئي تو بلاشڪ ماءُ جو،
ٻار جي لئي گود عورت جھڙو ناھي درسگاه.
عورتن جي واسطي تعليم اخلاقي ضرور،
جنھن ڪري ٿئي خانہ داري ڏانھن تنجو چست چاه.
بس سوا تعليم نسواني، ترقي ٿي محال،
حال ۽ ماضي کي ڏس، تواريخ **احسن** خود گواه.

## فرزند صالح (غزل)

وزن- مفعول فاعلاتن مفعول فاعلاتن

پٽ کي تا عام ڪونين نيڻن جو نور آهي،
لطف آهه زندگي جو دل جو سرور آهي.
موجودگي انهيءَ جي گهر لاءِ روشنائي،
نازان اُن تي مادر، پيءُ کي غرور آهي.
خوش قسمتي پٽ آهي نيشان ماءُ پيءُ جو،
ورثي جو آهه وارث، مايه جو موُر آهي.
فرزند سو چڱو، جو نيڪي ڏي آهه مائل،
بد سنگ ۽ بدي کان سوَ ڪوه دور آهي-
دل سان بڏي نصيحت اُن تي سدائين عامل،
انجو ڪلام:- ”هائو، حاضر، حضور آهي.“ ۷۰۰
مادر، پدر جي غم ۾ دل سان شريڪ شامل،
همدرد غمگسار ۽ اهل شعور آهي.
جو حڪم ماءُ پيءُ تي دل سان رهي تو راضي،
صابر ۽ با ادب ۽ عاقل، غيور آهي.
سو خاندان پٽ آ، سو مان شان وارو،
ليڪن جو دوست، صحبت بد کان نفور آهي.
اهڙيءَ صفت سان **احسن** فرزند جي نه آهي،
تب ماءُ پي تين خوش! تن جو قصور آهي.

# احسن اخلاق ( غزل )

وزن - فاعلاتن فاعلاتن فاعلاتن فاعلن

سڀ چون ٿا روح جو اخلاق ئي سينگار آهه،
عزت و اقبال جو اخلاق ئي اوزار آهه.
ويند و جنت ۾ اُهو، اخلاق جنهن هوندا چڱا،
هي حديثن جي ڪتابن ۾ لکيل نروار آهه.
جنهنجا ٿيا اخلاق عمدا سو ٿيو هر دلعزيز،
هرڪو اُنتي شيفته، شيدا، چڪن، بلهار آهه.
ناهه اخلاقن جي مانند ڪو ٻيو جادو و، فسون،
آدمي جي ڀلي شرافت جو اهو آثار آهه.
ڪين بد اخلاق تو ڪنهڪي وٽي آهي يقين،
هرڪو بد اخلاق انسان کان سدا بيزار آهه.
ٿا پراوا پڻ ٿين پنهنجا انهي اخلاق سان،
دشمني مان دوستي ٿئي هي سندن وهنوار آهه.
آهه اخلاقن تي ئي قومي ترقيءَ جو مدار،
ملڪ جي بهبود لئي اخلاق ئي آذار آهه.
عاقلن اخلاق جو "سيرت" ٻيو نالو رکيو،
آدمي اخلاق عمدن سان نزاڪتدار آهه.
بد هجي صورت ۾ ڪو، پر بد نہ سيرت ۾ هجي،
چو تہ صورت کان بہ سيرت جي گهڻي درڪار آهه.
اشرف المخلوق جو عالي لقب ڇاڪون مليو؟
آهه اخلاقن جي باعث، ڳالهہ هي اظهار آهه.
ناهه بد اخلاق جي دنيا ۾ عزت ۽ وقار،
انجي عزت آهه جيڪو **احسن** اطوار آهه.

## گھڙيال جي نصيحت (غزل)

وزن- مفعول فاعلات مفاعيل فاعلن

غافل تون ڪر ڪا غور سان گھڙيال تي نظر،
وٺ چال مان انهيءَ جي سبق ڪو اي بي خبر
هو تو زبان حال سان ”ٽڪ ٽڪ“ ڪري چوي
”بيڪار ڪين ويهه بشر، ليڪ ڪار ڪر.
رفتار رات ڏينهن ۾ هڪ جهڙي منهنجي آ،
هل تون به معتدل - نه ڍلو تي نه تيز تر.
هر وقت توکي مان ته خبردار تو ڪريان،
وقت عزيز ڪين وڃائج اڙي بشر.
ڪر قدر وقت تون غنيمت منٽ کي ڄاڻ،
واپس وري نه ايندو سو جيڪي ٿيو گذر.
سيڪنڊ منجهان منٽ ٿيا منٽن منجهان ڪلاڪ
ڏينهن مان ماهه، سال ۽ صديون ٿين بسر.
ڏس ڪيترين شين جي گڏڄ سان ٿيس تيار،
سکه اتفاق جو تون اي انسان ڪو اڪر.
پابند وقت جو تو رهان مان ۽ تون به رهه؛
آهين جي ذي شعور ۽ دانا ۽ هو شور.
هڪ جهڙو هر ڪنهين سان رهان تو مان دائما
شاهه و گدا جو ڪو نه تفاوت رکان مگر.
سڀ کي تو فائدو مان رسايان ته روز شب،
احسن رساءِ تون به نه ڪنهنکي ذرو ضرر.

۱۵۰



# ضروري معنيٰ ۽ شرح

## ثناءِ حق تعاليٰ

اطهر - تمام پاڪ. ثنا - تعريف. بي چون - بي مثل، بي نظير، خدا تعاليٰ. ارض و سما - زمين ۽ آسمان. خود مختيار - پنهنجي مرضي وارو. گدائي - پينو. واحد - هڪ، خدا تعاليٰ. فلڪ - آسمان. فڪر - غور. جلوه نمائي - جلوو ڏيکارڻ، روشنائي ڏيکارڻ. هُوَ هُوَ - ذڪر.

## علم جي اوج

اوج فلڪ - آسمان جي چوٽي يعني مٿاهون درجو. آشيانو - آکيرو، گهر. فائق - بهتر، زياده. قول - ڳالهه. سخن - تقرير، ڳالهه ٻولهه. صادق - سچو. يگانو - ٻوتي اڪيلو، بي مثل، جوسپ ۾ هڪ داڻو تئي. اتاري - لاهي. اعزاز - عزت ڏيڻ. منصب - عهدو. فاضل - فضيلت وارا. نشان بر - پڌرو، مشهور. باعث - سبب. برتر - مٿاهون. حسرت - افسوس ارمان.

## قوت بازو جي ڪمائي

جود و ڪرم - سخا ۽ احسان. مدت - گهڻي وقت کان. خدائي - ساري دنيا. هر وجه - هر نموني. رو داد - ڏنل حقيقت. ضيافت - مهماني. ناگاه - اوچتو پير جفاڪش - وڏي عمر وارو ماڻهو تڪليف ڪندڙ.

رهائي - آزادي. قوت بازو - ٻانهن جي طاقت، هٿ جو پورهيو. احسن - شاعر جو تخلص، (هتي - بهتر) جي معنيٰ سان ورتو ويو آهي.

## دولت قناعت

غربت - مفلسي. نوبت - وارو. قانع - قناعت ڪندڙ، ڪفايتي. هٿ ڦاڙ - اجايو خرچيندڙ. بوالفضولي - گهڻو خرچي، هٿ ڦاڙائي.

## گدائگري بي سري

رسوا - ذليل، خوار. ڪمتر - تمام گهٽ.

## چرخو چورئو

سائو - آسودو، شاهوڪار. علاج مفلسي - سڃائي جو علاج. رائج - رواج ۾ آيل. بنت - ڌي. پيمبر - خدا جو پيغام آڻيندڙ، رسول، نبي. دختر - نياڻي، خيرالبشر - انسان ۾ ڀلو، يعني بي بي فاطمه رض. حضرت رسول ڪريم جي نياڻي چرخو ڪتيندي هئي. سحر - پرڀات. بي خطر - بي خوف، ٻنا ڌپ. رياضت - محنت. شب خيزي - رات جاڳڻ.

## سوديشي سينگار

ترقي - واڌارو. ديشواسي - هموطني، پنهنجي ملڪ جو رهاڪو. ستابا - شاهوڪار. وڻجار - واپار. آڏاڻا - اُڻڻ جا ڪارخانا.

## پورهيت جي پاليسي

ليل و نهار- رات ۽ ڏينهن. شاڪر - شڪر ڪندڙ. بوجها - بار. خوبين - چڱاين. باعيال - ڪٽنب سان. خوشرو - گل مک - خوش خصال - چڱين عادتن وارو. نادار - سچو.

## مردانگي موچاري

ڪليد - ڪنجي. پيش - اڳيان. بزدلي - نامردي، ضعيف دل. ڪاهلي - سستي. قوي - طاقت مند، صف اعدا- دشمنن جي قطار. شير ژيان- غضبناڪ شينهن. استقامت - قائم هوڻ. دل، زبان قابو... - دل کي سچو ۽ مضبوط رکڻ ۽ زبان کي بدشد ڳالهائڻ کان روڪڻ مردانگي جهڙو ڪم آهي- وهم- گمان، شڪ. همت مردان .... - انسان همت ڪندو ته خدا تعاليٰ مدد ڏيندس. معين - مددگار.

## اتفاق

دلاور - دلير، پهلوان. اتفاق - ايڪو، ٻڌي. جاه - رتبو. مس - ٽامون. سنگ - پٿر. ليڪ - ليڪن ادنيٰ ڪنيز و خادم - تمام گهٽ درجي جي ٻانهي ۽ خدمتگار.

## تندرستي هزار نعمت

ناگوار - نه وڻندڙ. صحت - تندرستي. اصول - بنياد.

## ڪاميابي ڪامراني

شوڪت - عزت. دشوار - مشڪل، ڏکيو.
مسرور - خوش. مقصود سيپ جو... - هر انسان جو
مطلب آهي ته هر ڪم ۾ فتحيابي حاصل ٿئي.

## قرباني لاثاني

عز - عزت. عظمت - وڏائي. صداقت - سچائي
جذبه - ڪشش قلبي. ذره - تمام ننڍي چيز
نثار - قربان. پروانه - پتنگ. شهرت - مشهوري
ظلمت - اونداهي. عالم - جهان. ذيشان - شان وارو
زيب زينت - رنگ رونق، سونهن. درمان - علاج
تراشي - گهڙجڙ، جلجڙ. دلاور - دلير. مانجهي-پهلوان
متاع - اسباب، سامان. احسن اطوار - عمدن اخلاق
وارو.

## ڪوشش

امان - امن، پناه. فضل - فضيلت، بهره ور - فائدي مند
ڪون و مڪان - ٻئي جهان. آب نان - پاڻي ماني
در بي مثال - موتي لاثاني. هڪ آن - هڪ لمحو، ساعت
بشر - انسان. وهم و گمان - خيال شڪ.

## ڏاڍي جي قدرت

تماشا گاه عالم - دنيا تماشن جي جاء.
تاري - آسري، ڀروسي. داتا - سخي. سوڀيا - سونهن

"ڪن" - (ڪن فيڪون) قرآن شريف جي آيت جو ڀاڱو جنهنجي معنيٰ آهي تہ "ٿي تہ ٿي پوندو" يعني خدا تعاليٰ "ڪن" لفظ فرمايو تہ سڀڪجھہ ٿي پيو.

پنهان - مخفي، لڪل. عيان - ظاهر. ملي - هائو. ڪامل - پورو. جڳہ پال - جڳہ کي پاليندڙ. جڳت - دنيا. منڪر - انڪاري. هستي - هــوند. گمراہ - ڀليل. ستار - ڍڪيندڙ. غفار - بخشيندڙ.

## بهار جي موسم

موتين جا داڻا - (هتي) ماڪ جا ڦڙا. فرحت فزا - فرحت وڌائيندڙ. چوُن چوُن هوُ هوُ - پکين جــو طرحين طرحين بوليون. معطر - خوشبودار، عطر سان ڀــريــل. دلڪش - دل کــي ڪشش ڪندڙ نظارا - ڏيک ويک.

## گرمي گرمي

آتش پري - گرم. تاب - تکائي. دشوار - ڏکي ابر باران - مينهن جو ڪڪر. جــاوا - مـــزا، ڏيؤ نرويو - تازو توانو، تندرست. ثنائي - تعريف ڪندڙ

## خزان جي مند

ڪم - گهٽ. رونق - ... روڳي - سست.

## سردي سردي

اوبر - بركت. آمد - اچڻ. اضطراب - پريشاني.
مهتاب - سج. ليم خواب - اڌ ننڊ، اڌپورو آرام.
پوستين - کلن جي پوشاڪ، تمام گرم پوشاڪ.
خورد نوشي - کاڌي پيتي. خير مقدم - مرحبائي.
دولت ماب - شاهوڪار. تغير - تبديل، بي حالت ٿيڻ.
با آب تاب - رونق سان، چمڪي سان، خوبي سان.
شيخ - پيرسن. شاب - جوان. ڪرشمه - اک جو اشارو،
قدرت جي اشاري سان سردي ٿئي ٿي.

## صبح جو باغ جو سير

پرندا - پکي. هرسوئي - هر طرف.
نغمه سرا - راڳ، ڳائيندڙ، آواز ڪندڙ. انار - ڏاڙهون.
چانگار - ٻولي. پر اسرار - راز سان ڀريل.
خورمي - خوشحالي. نوبت - نقارو.

## شام جي شام

لطف - مزو. سهارو - سوجهرو. چراغ - ڏيو، بتي.
فراغ - فراغت، ڪم ڪار کان واندڪائي.
تفريح - فرحت وارو.

## برسات باران

چرند - چوپايا، چرندڙ. پرند - اڏامندڙ پکي.
بادلن - ڪڪرن. ڪڪوريل - تورا ڳاڙها.
ڏيهڙون - ڏيهن ۾ ملڪن مان.

## سير و سفر جو مزو

ضرب المثل ـ مثال، پهاڪور. فراست ـ دانائي، فهم.

## سنڌ سونهاري

تجارت ـ واپار. برڪ ـ زيادهه. صنعت ـ هنر، ڪاريگري. جنم ـ جمڻ، ڄاپڻ. اوج قديمي ـ اڳوڻو شان، عظمت. پنهون ـ واري جون دڙيون. سرو ـ مٿو، اثر وارو پاڳو. فيضيء ابوالفضل ... هي ٻئي ٿيا ئر اڪبر اعظم جا وزير هوا هندن جا وڏا اوائل ۾ سيوهڻ ۾ اچي رهيا هوا.

سخن سنج ـ ڳالهه تورڻ وارا، شاعر، قابل. گنج ـ خزانا.

## پيارت پيلارو

شاداب ـ تازو. پليءَ پت ـ چڱيءَ ريت. معترف ـ اقرار ڪندڙ، مڃيندڙ. زرخيز ـ زرپيدا ڪندڙ، شاهوڪار. پاسبان ـ نگهبان، چوڪيدار. آغوش ـ پاڪر. پرورش ـ پالنا. قائل ـ مڃيندڙ. تمدن ـ شهريت جي حياتي يا سڌارو يا تهذيب. فلسفه ـ ڏاهپ، سياڻپ. تهذيب ـ سڌريلائي. همسر ـ هم شڪل، هڪ جهڙو.

## معصوم شاه جو منارو

فلڪ سان ڳالهيون ڪندڙ ـ تمام اوچو.

نزاڪت - سھڻائي. پائدار - جٽاءُ ڪندڙ،
ڪهن سالي- گهڻن سالن جو، جهونائي.

## زماني جو دور

ماضي -گذريل. فسانو- قصو، ڪهاڻي. بوم خالو-
چبرن جو گهر. تازيانو - چهبڪ. دؤر - ڦيرو، گردش.
ڪلفت - بي قرباني. ڪينو- ڪپٽ. نفاق- بي اتفاقي.
نفرت - ڌڪار. بي وقار - بي عزت. پائداري - جٽاءُ.

## چار ڏينهن چٽڪو

نيسان - بهار. تجمل- زينت، ٺٺ. نازان- نازڪندڙ.
سڪندر ۽ سليمان - ساري دنيا جي بادشاهي ڪندڙ.
رهروان - واٽهڙو.
ڪاخ ڪسريٰ - نوشيروان جي محلات.
قصر ايوان - عاليشان محلات ۽ ماڙي. اعتماد - ڀروسو.



## نوڪري ۽ هنر

نيابچ - گهٽ، هيٺاهين.
خانه بدوشي - گهر ڪلهي تي، هل هلان، گشت.
بالقا - ديدار سان. باديانت - سچائيءَ سان.